| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي. |
|---|---|
| مرجاڻا ڪي مار هڻڻ. | ڇڳائيءَ جو قدر نه هجڻ. اها مرجاتا ڪي مار آهي، نه ته تون انهن جا ڪري سگهين. |
| مرچ مصالح گڏڻ. | (ڳالهه) کي ٺاهڻ. هن کي ڳالهائيندو ڏٺو اٿمي، ڏس ته ڪيئن ٿو مرچ مصالح گڏي. |
| مرچ لڳڻ. | نه وڻڻ، ڪاوڙ اچڻ. سچ چوڻ ڪري مرچ لڳن، ته لڳڻ ڏيس. |
| مرضيءَ تي نچائڻ. | هٿن وٺي ٺٺن هلائڻ. آفيسر اٿن ٻائو، سو منشي پيا مرضيءَ تي نچائينس. |
| مرگهي اچڻ. | ڪاوڙجڻ، اجايو بڪڻ. تو کي نه ٿوري ڳهٽي تي مرگهي اچيو وڃي. |
| مرليون وڄائڻ. | رئيجهائڻ. هو ڏاڍو ڪاوڙيو ويٺو آهي، گهڻيوئي مرليون وڄايم پر سڌوت نه ڏنائين. |
| مڙس مڪڻ يا لڏڻ هڻڻ. | رحمدل يا چڱو ماڻهو هجڻ. هو مڙس آهي مڪڻ، رڳو ويندي جي دير آهي. |
| مڙهه مقام مان موٽڻ. | اڻ ٿيڻي ٿيڻ. اها ڳالهه جا مڃيجي، ڪڏهن مڙهه به مقام مان موٽيا آهن. |
| مڙهيءَ ميڻهن وسڻ. | اندر ۾ آنند پائڻ. (شام مان) مڙهيءَ اُتا ميڻهن جو ڳين سنڌي ذات ڪي. |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
| --- | --- |
| مشتري ٻارهين گهر ۾ هئڻ . | ڪشالو ڏسڻ ، تڪليف ميسارڻ . ان جو مشتري ٻارهين گهر ۾ آهي ، سو اوس ٻوگهي . |
| مغز ۾ واءُ هئڻ . | هٺيلو هئڻ . تو کي آهي مغز ۾ واءُ ، سو موچڙن کانسواءِ ڪين سمجهندين . |
| مکو مچڻ . | فائدو ٿيڻ . پٽنهنجات ۾ ٻه ٽيا ٽيا آهن ، مکو متو ڪيان جو . |
| مکڙون هڻڻ . | زور ڏيڻ ، مڃڻ . مون کي اچي مکڙون هڻ ، ته مان ننڍ ڪريان . |
| مکڙ ترڪڻ . | سٺائي يا صفائي هئڻ . گهر اهڙو ته آهي ، جو مکڙ پيئي ترڪي . |
| مکڻ جو گهڙو هئڻ . | رڄ چڱو ماڻهو هئڻ . هو آهي مکڻ جو گهڙو سو جيڪو تس نمو سو قبيو . |
| مکڻ شيخ پڇائڻ . | گهڻي تڪليف وٺڻ . (سامهون مان) جي تو کي پياس پسڻ جي ، ته مکڻ شيخ پڇاءِ . |
| مکڻ جي ماڙي اڏائڻ . | اجائي ڪوشش ڪرڻ ، نه ٿيڻ جهڙي ڳالهه لاءِ جتن ڪرڻ . نه ڏيڻي کي نه لهڻي کي ، ويٺو آهي مکڻ جون ماڙيون اڏائڻ . |
| مکڻ مان وار | چڱيءَ طرح جاچي ۽ تپاسي مشڪل |

| ارٿ يا معني ۽ ڪم ڪيئن آڻجي | اصطلاح |
|---|---|
| آسان ڪرڻ. اڄ ڪالهه ڪي ماڻهو مائٽيون سٽريون ڳاڪن، مکڻ مان ڳا وار ڪڍن. | ڪڍڻ. |
| ڏاهيارو چور ڦرڻ. هن کي سڃاڻين؟ اهو ته مکيءَ جو ڦر آهي. | مکيءَ جو ڦر ڦرڻ. |
| خسيس ڇڪون ڪڍڻ، اکر خراب لکڻ. تو ته جوابن جاچڻ ۾ مکيون ويٺي ماريون آهن. ڪاپيءَ ۾ ته مکيون ڪٺيون ماريون اٿئي. | مکيون مارڻ. |
| ڏچي وڃڻ، ساڻت ۾ اچڻ. ڏسو مڏو مرڻ. | ملائڪ مرڻ. |
| سڀ ساڻ ٿي هلڻ. هو آهي ملتاني گهيٽلو، سو اڄهو ٿو ڀرجائي اچيس. | ملتاني گهيٽلو هڻڻ. |
| ظاهري ڏيکاءُ ڪرڻ. ماڻهن ۾ وت ڪاٺي آهي، ويچارا ملمعي ٿيا هلن. | ملمعي ٿي هلڻ. |
| ٻي مانو ڪرڻ. ڪرهس، ته ڪريان، نه ملهه. | ملهه ڪرڻ. |
| ڏرو ڪرڻ. تون جو ايترو ٿو سهائين، سو هونکي ملهه ته ڪونه ڳڏو اٿئي. | ملهه ڳنهڻ. |
| جاڻي واڻي وڙهڻ. هو اهڙو ڏنگو آهي جو ملهه ڳنهي جهيڙا ڪندو وتي. | ملهه ڳنهي جهيڙو ڪرڻ. |

| ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي. | اصطلاح |
|---|---|
| جهيڙو ٿيڻ. مونکي ڪهڙي خبر ته رڳو هڪ حرف تي ايڏو مٺ مچندو. | مٺ مچڻ. |
| ڪاوڙ اچڻ. ٿوري ڳالهه تي منهن جو به من ٽپيو پوي. | من ٽپڻ. |
| هٺ ٿيڻ. جڏهين انکي اهيو ورمليو، تڏهين هو اهڙو من ۾ پيهجي ويو جو ڄڻ ڪان ٻاهر. | من ۾ پيهجڻ. |
| ڪپٽ يا هئڻ. مونکي ڪهڙي خبر ته من ۾ چور وهندس. جو پورهيت ٿيڙائي ڪٽي ويندو. | من ۾ چور هئڻ. |
| ڇهه ماهي ڪي ٻه ڪمائڻ يا حاصل ڪرڻ. درياهه ۾ پاڻي نه چڙهيو، ته جاڻ ته هي مند نه ڪري. | مند ڪرڻ. |
| سڄ لٿي جي مهل هئڻ. مان منهن اونداهيءَ مهل آيو هوس ته تون ڪون هئين. | منهن اونداهي هئڻ |
| پنهنجي پاڻ نندا يا بدنامي ڪرڻ. جو ڪرڳور ڪٽي سڄ ڪيو آهي - جا جوان، منهن ۾ پنهنجو ترمو چڙو ۾ پنهنجو. | منهن ۾ پنهنجو ترمو چڙو ۾ پنهنجو ڏيڻ. |
| پڪتيءَ ڪري منهن جوت وارو ڏسڻ ۾ اچڻ. موتين ۽ يعقوتن جو | منهن پيرڻ |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
|---|---|
| | تجلو منهن تي ڏسڻ اچڻ. ٻرا ٻرا هو سڀ ٻوش آهي ڏس ته! منهن ڪيئن نه ٻريس پيو ٿو. نت ٻاڻي اٿس ته منهن پيو ٻريس. |
| منهن پٽ سان لڳڻ. | پڇتائڻ. جڏي ڏيوس، ته پاڻيهي منهن پٽ سان لڳندس. |
| منهن پڄڻ. | نه وڪڻ، ڏکارڻ (ماڻي). سودي لاءِ اچڻ بند ٿي وڃڻ. هن جو تپ ڪانيوءِ ماڻي تان منهن پڄي پيو آهي. مان ٻه جيڪر هٽ بند ڪري هلان، ته گراهڪن جو منهن پڄي پوندو. |
| منهن پيلو ٿيڻ. | شرمندو ٿيڻ. هاڻي ته ڏس! ڪيئن نه منهن پيلو ٿيو اٿس. |
| منهن تڪڻ. | آسرو رکڻ. هندوستان کي سڀڪنهن شيءِ واسطي، ٻين ملڪن جو منهن تڪڻو ٿو پوي. |
| منهن پاڻي وارائڻ. | زور ٿيڻ. ڪراچيءَ ۾ اچڻ کان پوءِ ته منهن پاڻي وارايو اٿئي. |
| منهن پائڻ. | اعذا پرسي ڪرڻ. هو ساهري منهن پائڻ ويو آهي. |
| منهن تي پوڻ. | سونهڻ. ڏس ته اهي ڪپڙا منهن تي |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيڻ آڻڻ جي |
| --- | --- |
| | ٻولين ٿا؟ |
| منهن تي چڙهڻ. | روبرو ٿيڻ. ماڻهو ديوان جي منهن تي چڙهان، ڏسان ته ڇا ٿو چوي. |
| منهن تي هٿ گهمائڻ. | ٺڳڻ، مٿ ڇٽ ڪرڻ. تون ته واڻئي کي منهن تي هٿ گهمائي آيو آهين، ڏس ته ڪيترا پيو آندا اٿيئي |
| منهن يا مهڙ ٿيڻ. | ڏوهه هڻڻ. ڇاڇ ڪر، مون ڏي منهن ٿئي ته ٻه ٻاڙ ڏيان. |
| منهن ڦل يا خال يا اُڏل اچڻ. | الٽي اچڻ. الائي ڇا کاڌو اٿس، جو منهن خال ٿي اچيس. |
| منهن جاءِ تي هئڻ. | لائق هئڻ. منهن به جاءِ تي اٿس، جو ڀليو آهي نوڪري ڪرڻ. |
| منهن ڏئڻ يا اچو ڪرڻ | جنهن کان ڪم نه ٿئي تنهن کي اڌو ڪري ڏيکارڻ. مون اهڙو ڪم نه ڪيو، تون اٿي منهن ڏئيدس يا اچو ڪرينس. |
| منهن ڏسڻ. | (پئسو) سانڍڻ، مکا ميلو ڪرڻ. هو ڏسي پئسي جو منهن، سو ٿو اهڙا خرچ ڪري. تنهن جي منهن ڏسڻ جي ڏاڍي سڪ اٿم. |
| منهن ڏسي ٽڪرو | ماڻهوءَ سارو خوشامند ڪرڻ. غريب |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
| --- | --- |
| ڏيڻ | ... ڪيو ٿو ٻاڇي، اڄ ... منهن ڏسي پيو ٽڪرا ڏئي. |
| منهن ڏي نهارڻ . | لحاظ ڪرڻ . مان ڀٽس جي منهن ڏي ٿو نهاريان، نه ته ڏيهڪ ڪيڏي ڇڏيانس |
| منهن ڏيکارڻ ڪي مهانگو هئڻ . | ديرسان ڀرڻ ڪَڏ ڇڙڻ. جيو؟ آهي ... سڪ، منهن ڏيکارڻ ڪي ٻه مهانگو ٿي پيو آهين. |
| منهن ڏيڻ . | سامهون ٿيڻ، ڪم ڪرڻ، قرض ادائي ڪرڻ . منزل هٿ ٿي، ته پوءِ ضرور منهن ڏيو. شاهوڪار سان ٻه منهن ڏيو تڏهين ڇٽبو. |
| منهن ڪاڻ ڏيڻ . | پرچاڻي ڏيڻ . ڏسو منهن ڀائيڻ. |
| منهن ڪارو هئڻ . | نرلڄو هئڻ . اندر ڪاري ڪان منهن ڪارو چڱو آهي . |
| منهن ڪرڻ . | ڀڄڻ . زماني جي ڏکن کان هوند ڪاڏي منهن ڪري وڃان . |
| منهن ڪيڻ . | شروع ٿيڻ ، اچڻ لڳڻ . سرءُ جي ٿڌين هيلهه سويلڻ منهن ڪيو آهي . اڄ ٻ منهن ... ڪيو آهي . |
| منهن ڪوڙو ڪرڻ . | ارهائي ڏيکارڻ . ڪي وڻيتي ٻه ، سڀ تي منهن ڪوڙو ڪرين . |
| منهن ڪنڌو | ڪالهائڻ ۽ نرمائي ڏيکارڻ . آهي سو |

| اصطلاح | ارٿ يا معني ۽ ڪم ڪيڻ اچڻ جي |
| --- | --- |
| ڏسڻ . | منهن ڪنڌرو ڀر اٿس وڏو ننگ. |
| منهن ڪٽي يا وڃي وڃڻ . | لڄي ٿيڻ. اهڙي حالت سان ڪهڙو منهن ڪٽي يا وڃي گهوٽ ويندس . |
| منهن لڳڻ يا پوڻ يا چڙهڻ . | گڏجڻ . ايڏاهن ڪو حجم منهن لڳيئي ته ميڙي ڏياري موڪلج. |
| منهن لهڻ يا پٺو ڇڏي وڃڻ . | ويچارو ٿي پوڻ . بدلي جو پڌي منهن ٿي لهي ويس |
| منهن مٿو ڪر ڪرڻ . | ڏاڍي مار ڏيڻ . سبق ياد نه ڪيءِ ته ماستر منهن مٿو ڪر ڪري ڇڏيندءِ. |
| منهن مٿي ڪرڻ . | سو ڀيرو ٿيڻ . منهن مار ڪي نه ڪٽن پر ڪري، هو منهن مڙيوئي مٿي ڪن. |
| منهن مٽڻ . | ڪاوڙجڻ، ٿري وڃڻ . هو ن ته ڏيهاڙي ايندو آهي، ماڻهي الائي ڇو منهن مٽيو اٿس. |
| منهن موڙڻ . | پاسو ڪرڻ . جهڳڙا ڪان منهن موڙڻ گهرجي جو ڪم آهي . |
| منهن مکي ڳهمڻ . | ماڻهو ڦٽڻ ۽ اچڻ . ڏسو مڇ مکڻ. |
| منهن منهن تي چاڙهڻ . | ڪاوڙجڻ . سيٺس کي ڏٺ نه مليو آهي، ته منهن منهن تي چاڙهيو ويٺي آهي . |
| منهن موڪ هڻڻ . | کهڙو ٿيڻ . ميلهه ياڻي منهن موڪ آهي. |
| منهن ۾ ڦاندڙو | نياڳو هڻڻ . اهڙو ڪو منهن ۾ ڦاندڙو |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
| --- | --- |
| هڻڻ . | اٿس، جو جيڪو سودو ڪري تنهن ۾ گهاٽو وجهي . |
| منهن ۾ ڏيڻ . | مهڻو ڏيڻ . اڳي ٻين تي کلندا هواسين، هاڻي ساڳيو ماڻهو منهن ۾ ٿا ڏين . |
| منهن هڻڻ . | ڏيتي ليتي هڻڻ . اسان جو هن شاهوڪار ساڻ منهن آهي . |
| منهان پوڻ . | نه وڻڻ . هن کي منهنجي منهان ڀيل آهي، ته پوءِ جو ٿا زور ڪري ڪارايوس . |
| مٽڪو چڙهڻ . | بيهوش ٿيڻ . دارون ايترو پيتو اٿس جو مٽڪو ئي چڙهي ويو اٿس . |
| موا جيارڻ . | اجائي تڪليف ڪرڻ . ڪتولو سڄو ٻڌو پيو آهي، سو ڪو ٿيندو جا؟ تون نه موا ٿو جيارين . |
| موا مٽ هڻڻ . | ٿوري ڪوشش ڪرڻ . تو گهاڻ محتاج ڪين آهيان، موا مٽ هڻندس ته به اٺ ڏهه آنا ڪمائي ايندس . |
| موتيءَ جو داڻو هڻڻ . | سوڀيڪ هڻڻ . هن جي ڌيءُ ته موتيءَ جو داڻو آهي . |
| موت ڪائڻ . | هڻڻ، ڪهٽجڻ . پلمڳ موت ڪاڏي آهي . |
| موڙو هڻڻ . | بيماري پڪڙڻ . هملهالم موڙ وگهٽو آهي . |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
|---|---|
| موڙي هڻڻ . | واپار ٽوٽو هڻڻ، اکيون کٽجڻ . هيئنئر جنس جي ڏاڍي موڙي آهي . |
| مهر يا ڇاپ هڻڻ . | ٺورو ڪرڻ، ڪهيل ڪرڻ . اهو ڪم ڪٽي تہ جڻ مهر هڻي . |
| مهرو جهلڻ . | (سپاهي) منهن ۾ بيهڻ . منگهي پير واري جنگ ۾ اسان جي ڪمپنيءَ مهرو جهليو هو . |
| مهرو ڏيڻ . | پوئتي موٽڻ لاءِ ڏڪڙي اشارو ڪرڻ . ڏوڪڙيءَ مهرو ڏنو تہ ٻاجهو جو پري بيٺي نچو، سو وري ويجهو آيو . |
| مهريءَ تان ڏڪ ڏيڻ . | ڏيٺي ڏيکاري کسي وٺڻ . صاحب سنڌس بدليءَ لاءِ لکيو هو ڏي صاحب نہ مڃيس، ويچاري کي مهريءَ تان ڏڪ ڏيئي ڇڏيائون . |
| مهڙ رکڻ . | ڏيٺي ايتي ڪرڻ . مهڙ هڪ سارڻ رکجي، وٽ وٽ کي گهٽي نہ ڏيکارجي . |
| مهڙ ڪرڻ . | ڏوهہ ثابت ڪرڻ . هڪڙيج گڏ ٿيا، ۽ ان ڏي مهڙ ڪيائون . |
| مهل تڪڻ . | وجهہ ڏسڻ . چور مهل تڪي، گهر مان نڪرندو آهي . |
| مهل ڪرڻ . | وقت ٺهائڻ . اسان ۾ جهڙي تهڙي مهل |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
|---|---|
| | ڪري ايندا سون، پر حال تنهنجا. |
| مهي لوڙ ڪرڻ. | بکيڙو ڪرڻ. آهي ڇا؟ ايترو مهي لوڙ ڇا تي ڪيو اٿو. |
| ميان مٺو چوائڻ. | پنهنجي ساک پاڻهي ڪرڻ. تون تہ گهڻوئي پاڻکي ميان مٺو چوائين پر جي لوڪ ٻرائين چوينٿي. |
| ميڇو ڪڇڻ. | جاچي ڏسڻ، طاقت ڏسي چڙڻ. چورن پوليس جو ميڇو ڪڇي ڏٺو آهي سي نہ ڀڳا ڊڄن. |
| ميڙ وٺي وڃڻ يا آچڻ. | گهڻن تي ٿورو ڪرائڻ. هو دانهين ٿي ويو، پر ميڙ وٺي ويا سون تڏهن بس ڪيائين. |
| مير مارڻ. | پاڻ وڏي ڪان سنگر وڙڻ. اڄ پٺ مڱا يائين، تڏهن تہ سچ پچ مير ماريو اٿس. |
| ميري بہ ڪرڻ تيري بہ ڪرڻ. | پنهنجن پاسن کي راضي رکڻ. مٺت ڪامورو اهو گهرجي جو ميري بہ ڪري تيري بہ ڪري. |
| مينهن واءُ ڪري اچڻ. | تکڙو اچڻ، زور سان اچڻ. ٻيهر تہ ڏيهاڙي ٿي، پر پوئين مينهن واءُ ڪري ٿو اچين. |

| اصطلاح | ارٿ يا معني ۽ ڪم ڪيڻ آڻڻجي . |
|---|---|
| مينهن واءُ نه هئڻ. | پٽيءَ جو ڪو نه هئڻ . پٽسا رکجن نه سيونگر هٿڪ ۾، جتي نڪو مينهن نڪو واءُ . |
| مين ميخ نه هئڻ. | ڦير يا تفاوت نه هئڻ . انهيءَ ڳالهه ۾ مين ميخ ڪونهي . |
| مينهن ۾ مارئي ڳائڻ . | ڪجهيءَ طرح ڇوٽڻ . اميون ته ڪلي ڪين جونڊ وباقي مينهن ۾ پيو مارئي ڳائيندو . |
| ميٺ ٽيڻ . | نرم ٽيڻ . توري جوڻ تي هو ميٺ ٽيو پوءِ وڏڪ جا جهٽڪس . |
| ميم ۾ ڳالهه ڪرڻ. | ڪجهه ڳالهائڻ . تون ميم ۾ اميا ڳالهه نه ڪر، جيڪي جوڙو مجهمي سو ڪٽي ظاهر ظهور جوُ . |

## ن

| | |
|---|---|
| نه کڻڻ جو هئڻ- نه ڏهڻ جو هئڻ . | ڪنهن ۾ ڪم نه اچڻ جهڙو هئڻ . انهيءَ نوڪر کي ڪير ٿو رکي، نه کڻڻ جو نه ڏهڻ جو . |
| نادري حڪم ڪيڻ. | لکپڙه ۾ دٻ ڪيڻ يا ٻيڙا ڇاڙهڻ، سخت حڪم جاري ڪرڻ: اوهانجي افيس ۾ نادري حڪم ٿي ڪيئي، پوءِ ڪومجي توڙي نه . |
| نادي ڪرڻ . | يا ٺيوا ريءَ جو نبيرو ڪرڻ، تڪرار |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي. |
|---|---|
| | واري شيءِ جڙڻ يا ڪٺڻ. هاٿي ڏانت ۾ ڪتا ڀونڪن، مون سان نادي ڪر. |
| ناس پٽو هئڻ. | شرم لهي هئڻ. جيڪڏهين ڪو ناس پٽو هجيتي ها، ته ورِي جيڪر ائين نه ڪرين ها. |
| نالو ٻوڙڻ. | بدنام ڪرڻ. اهڙي هلت هليو جو وڏن جو نالو ٻوڙي ڇڏيائين. |
| نالو ڪرڻ. | ظاهري ڏيکارڻ پر سچ پچ ڪجهه به نه ڪرڻ. آئين ته ڪئي ئي ڇا، رڳو نالو ڪرڻ آيو هوئين. |
| نالو وڃڻو يا نالو سڏائو هئڻ. | لڇائي ۾ هاڪارو يا پڌرو هئڻ. مان ڪريان ٻه ڪين، پر نالو الائي جو وڃڻو يا نالو سڏائو ٿي پيو آهي. |
| نالي جو هئڻ. | ڪم ڪرڻ جيترو عقل نه هئڻ. اهو آنرري ماجسٽريٽ نالي جو آهي، ڪم سڀ ويٺو منشي ڪري. |
| ناگلي ڪجر هئڻ. | سولائي سان ٺڳجڻ. مان ٻه ناگلي ڪجر ڪين آهيان، جو تون مون کي ڪائي ويندين. |
| ناڙو ڇنڻ. | کھٽي مھانگائي هئڻ. جانور ٻه روپين مڻ، اهيو ته ناڙو ڇنڻو آهي. |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
| --- | --- |
| نائي وجهڻ . | رتو رت ڪرڻ . گهڻي چڙهي ڏيڻ آڻڻ . ڏڪ مٺي نائي وجهي ڇڏي اٿانس، هاڻي ته رت ڪتائي ٿا چٽين. چاندي جي واپار ۾ تو ته مون کي نائي وجهي ڇڏي آهي . |
| نٿ وجهڻ . | نڪ مان نوڙي لنگهائڻ . ڏڳي کي نٿ وجهه ته شوخي ڇڏي |
| نرا ڪڍڻ . | پوين ٽنگن تي بيهڻ . سنيال، گهوڙي نرا ڪڍيان آهن، ڪرين نه پوين . |
| نرا ڇهڻ . | ور ور ڪرڻ ، ڊيڄارڻ . هاڻي اهڙا نرا ڇهي ڇڏيا اٿيمانس، مجال جو هڪ حرف به وات مان نڪريس . |
| نڙ مان ڪڍڻ . | پائپي مان ڪڍڻ ، پاڪ ڪرڻ . پٽنچيات هنکي نڙ مان ڪڍيو آهي . |
| نڙا سڪڻ . | ٿڪجي پوڻ ، ڊير ٿيڻ . سڄو اڄ منهنجا ته بيهي بيهي نڙا ٿا سڪن . |
| نڙيءَ تي لت اچڻ. | لاچار ٿيڻ . ڏسو ڳهڻ تي لت اچڻ . |
| نڙي پوڻ . | گهڻو ڳالهائي ٿڪجڻ، آواز گهگهو ٿيڻ . مون کي ته توکي سڏ ڪندين نڙي به ڦاٽي ويئي ، تڏهن به نه آئين . |
| نڙي ڪڍڻ يا | کهڙو، ڏاڍيان ڳالهائڻ . هن جي نڙي |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
| --- | --- |
| ڪرڻ. | ڪيڏو ڏس تہ ڪيڏي نڙي ڪيڏي اٿس. |
| نڙيءَ مان ٻاٽي ٻڪرڻ. | تمام سهڻو هڻڻ، نزاڪت وارو هڻڻ. هن جي سونهن جي ڪهڙي ڳالهہ، نڙيءَ مان ٻاٽي پيو ٻڪيس. |
| نظر يا اک مان ڪيرڻ. | جاچڻ، ڏسڻ. هي ڪتاب تہ نظر مان يا اک مان ڪيڏي ڏيو تہ ڪئن آهي. |
| نظر ڏنياٽي ڏيڻ. | ٿوري ڏري ڏيڻ، بد نظريءَ لاءِ ڪجهہ ڪاڏي مان ڏيڻ. هو بہ بيٺو آهي ۽ ان کي بہ نظر ڏنياٽي ڪٽي ڏي. |
| نقش وارو هڻڻ. | ماناڻتو هڻڻ. اهو گهر سچ پچ نقش وارو آهي. |
| نڪ پوڙڻ. | لڄ ڇڏڻ. مان بہ نڪ پوڙي هلي ڪون ڪائيندس. |
| نڪ تائين پيٽ ڀرڻ. | گهڻو کائڻ، پيٽ ڏلهڻ. سراڏن بہ براهمڻ نڪ تائين پيٽ ڀريندا آهن. |
| نڪ چپ نہ هڻڻ. | نولڄ هڻڻ. هن کي نڪ چپ هڻي ها، تہ توکي وري سوال نہ ڪري ها. |
| نڪ کي مرُ لائڻ. | لڄائڻ، گلارو ڪرڻ. مراد رڳي جهڙو تہ مان بہ ڪندس، نڪ کي مرڪين لائيندس. |
| نڪ وڍڻ. | جٽ ڦٽ ڪرڻ. مون گهٽائي نڪ وڍيس، پر هو اصل نڪ وڍيو آهي. |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
| --- | --- |
| نڪ وڍيو ھئڻ. | نرلجو ھئڻ. ڏسو مضمون جملو. |
| نڪ ۾ نوڙي وجھڻ. | وس ڪرڻ. تون ھا جڏھن، ته سيٺيءَ کي نڪ ۾ نوڙي وجھي، جھٽ وٺيم تڏھن پيو ھلايان. |
| نڪ ۾ نوڙي ھئڻ. | لحاظ رکڻ. مون کي ھن ڀاءُ جي نڪ ۾ نوڙي آھي، نه ته ھوند الائي ڇا ڪري ڇڏيان. |
| نڪ ھئڻ. | مکيه يا ڪارائتو ھئڻ، لڄ وارو ھئڻ، سونهن ھئڻ. اھو پرنسپال ته ڪاليج جو نڪ آھي. نڪ ھجيئي ھا ته وري ڪين اچين ھا. زال ته گھر جو نڪ آھي |
| نڪا ٻائي نڪا ٻتي ھئڻ. | ڇڙو ڇانڊ ھئڻ، ڀڪي سر ھئڻ. ھن کي نڪا ٻائي نڪا ٻتي، جتي آئي اتي ڪار. |
| نڪاح ھئڻ. | پڌل ھئڻ، ضرور ھئڻ. ھن جو توسان نڪاح ته ڪونهي، جو ھرو ڀرو توسان گڏ ھلي. |
| نڪري وڃڻ يا وڏيءَ ۾ وڃڻ. | اگھه ۾ وڃڻ، گھوءِ کٽڻ. گاڏيون تا ڀڄايون، پوءِ ڏس ته گھڙي ٿي نڪري وڃي يا وڏي وڃي. |
| نڪون تار ٿيڻ. | بيوس ٿيڻ، لاچار ٿيڻ. ھوءَ جڏھين |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪرڪيئن اچي. |
|---|---|
| | نڪون ڏار ٿيا هوندا، تڏهين ڏانهس ٿيا ڏا ڏسجن. |
| نڪون ڏار ڪرڻ. | اُڇائي ڪڍڻ. هن ٻه هاٿي نڪون ڏار ڪڍي آهي، هاڻي نه ڇڏيس. |
| نڪون ساهه ڪڍڻ. | آبرو پياري هجڻ. انهيءَ ڪاڻ ڪيڏو جو سبب هوندس، نه ته هرڪو نڪون ساهه ٿو ڪڍي. |
| نڪيٽر اچڻ. | ڀاڳ نه ڀڙائڻ، قسمت ڪوتي هجڻ. ماستر ٻه سڪيو گهر ويٺو هو، ڀائنت نڪيٽر آيس جو اضافو لاءِ لڳائين، ته ڪيڏيائونس ٿي، هاڻي ويٺو هٿ مٿي. |
| نکي ڪرڻ. | ثابت ڪرڻ، پڪ ڪرڻ يا فيصلو ڪرڻ. تون اها ڳالهه نکي ڪر، ته ڪنهن مان چور آهيان؟ جيستائين تون ڀاڙي جي نکي نه ڪندين تيستائين مان جاڳهه ڪين ويندس. |
| نمڪ جي مار پوڻ. | ڪيتو لوڙڻ. ٻو ڪرڪيڙا کٽي ٻچي ويو، ڀاڻيهي نمڪ جي مار پوندس. |
| نمڪ حرام هجڻ. | ڪٽڇو ريا ڪلال ٿيڻ. جنهن جو نمڪ کائجي تنهن سان نمڪ حلال هجڻ گهرجي، نه نمڪ حرام. |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
| --- | --- |
| نمڪ حلال هجڻ. | ٺورُ ياد ڪرڻ. ڏسو مٿيون جملو. |
| نمڪ کائڻ. | نوڪري هيٺ اچڻ، نوڪري ڪرڻ. ڏسو نمڪ حرام هجڻ. |
| ننڊ هجڻ. | گهنواري ڪرڻ. پوليس کي ننڊ آهي، نڪو پڌي نڪو سڌي. |
| ننڊ ڦٽڻ. | گهڻي چنتا ٿيڻ، بي آرامي ٿيڻ. پوليس جو اهڙو حال ڏسي ماڻهن جي ننڊ ڦٽي ويئي آهي. |
| ✓ ننڊ ڏيڻ. | ماري وجهڻ. چورن مال ته نيو، پر گهر ڌڻيءَ کي به ننڊ ۾ ننڊ ڏيئي ويا. |
| ننڍو ٿيڻ. | مان گهٽجڻ. تون وڏيري وٽ ويندين ته ننڍو ڪين ٿيندين، پوءِ پاڻيهي ننگ پوندس. |
| ✓ ننگ پوڻ. | لڄ اچڻ، ديا اچڻ ڏسو مٿيون جملو. |
| ✓ ننگر هلڻ. | اتيت پوڄا ٿيڻ، مهمان نوازي ٿيڻ. ڏڙيءَ واري زميندار جو سدائين ننگر پيو هلي. |
| نئو اکر وارڻ. | ناڪار ڪرڻ. جنهن نئو اکر واريو، تنهن کي ڪٿي جهڙي ڏيو. |
| نور نچوئڻ. | ڪنن ٻوڙهيو ڪرڻ، اکين کي ايذاءُ ڏيئي ٻوڙهيو ڪرڻ. نور |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيڻ آڻجي |
| --- | --- |
|  | ٻچولي تو ڪي ڌاڻيم يا ٻاڙهيم ، تڏهن جا اهي ٿو ٻاڙا ڏيهر . |
| نورا ميرا ٿيڻ . | تڪليف ٿيڻ ، هرج پوڻ . هون وٽ ايندي ، نورا ٿا ميرا ٿين ٿي جا ؟ |
| نوڙيءَ کي ڏانگهه ٻڌائڻ . | ٻولي ۾ اچڻ ، وڏائي ڪرڻ . ماڻهو ته گهٽائين ڪين ٿا ، ٺهه پهه ڪميون نوڙيءَ مان ڏانگهه ٻڌائين . |
| نهائين ڪان نيڻهن سڪڻ . | اڻ لکو پرپڪو پريم يا نيڻهن سڪڻ . (شاهه مان) نهائين ڪان نيڻهن سڪ منهنجا سڄڻ ، سڙي سارو ڏينهن پاهر پڪ نه نڪري . |
| ننهن تي نچائڻ . | تڪليف ڏيڻ ، مڄو ٻڌائڻ . منهنجي ور ته چڙهه ته ڪڻن تو ننهن تي نچايان ۽ . |
| ننهن تي ڏانگهه نچائڻ . | پليءَ ريت آزمائيش هڻڻ . تون جا چالي ، مون نيڻهن تي ڏانگهه نچايا آهن . |
| ننهن ڇو ٽي ٿيڻ . | تمام خوشي ٿيڻ . مڄو راڳ هڻي ، منهنجا ته ننهن ڇوٽي ٿري ٿيا . |
| ننهن ڇو ٽي ڏڪڻ . | ڊڄڻ ، سڄو بت ڏڪڻ . جورن جون ڳالهيون هڻي ، منهنجا ته ننهن ڇوٽي ٿا ڏڪن . |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ڪر ڪيئن آڻجي |
|---|---|
| ننهن سي نيڻ ٺرڻ. | گهڻو خوش ٿيڻ. ٻيءَ ڀير ٻنهون ۽ جانهن سي نيڻ ٺريام. |
| نيرو ليءِ جي ڪن ڪرڻ. | ڪوڙو هل پٽڻ. نڪو، ائين ٿيلا جا هوندو، اها نيرولئي جي ڪن ڪري آهي |

و

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ڪر ڪيئن آڻجي |
|---|---|
| وات اچڻ. | ڳگهه گهڻي وهڻ. رس ڪپور دوا کائڻ مان وات ايندو آهي. |
| وات ٻنڌڻ. | ڳالهائڻ نه ڏيڻ. ڏسو ٻوت ٻنڌڻ. |
| وات تو ڪاٽي ڪرڻ. | مٿا ڇڙي صلاح ڪرڻ. هو مجلس جي روٽي ڪائيڻي ڪون، ٻر وات تو ڪاٽي تر ڪرڻ گهر جي. |
| وات پاڻي ٿيڻ. | شيءِ لاءِ اُڪير ٿيڻ. هنڪي مورِي ڪائيندو ڏسي، منهنجو وات ٿي پاڻي ٿيو. |
| وات ڦاڙي هلڻ. | اڍنگيءَ ريت هلڻ. ڏس تر! ڪئن وات ڦاڙي ٿو هلي. |
| وات ڦاڙي وهڻ. | لالچ و ٺڻ لاءِ تيار رهڻ. اهڙي آفيس ۾ وڃ، تر منشي وات ڦاڙي ويٺا آهن. |
| وات جا پلاءُ کائڻ. | ڪوڙي وڏائي ڏيکارڻ، ٻڌاڪ هڻڻ. وات جو پلاءُ کائڻ تر سولو آهي، ڪرو جي ڪوڪري ڏيکاري. |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن اچي |
| --- | --- |
| واتِ خرچ ٿيڻ . | خرچ نه پوڻ . ڀلائي ڪري اهو ڪم ڪجاءِ، تنهنجو رڳو وات خرچ ٿيندو. |
| وات ڏار يا وڏو يا راڏو هئڻ . | گهڻ ڳالهائو هئڻ. هو آهي وات ڏار، تنهن ساڻ ڪو وات ڏيڻ گهرجي. |
| وات ڏيڻ . | ڳالهائڻ . ڏسو مٿيون جملو، |
| وات رکڻ . | ڪِري ڪرڻ . بيماريءَ ۾ وات رکبو ته دوا سخت فائدو ڏيکاريندي. |
| ×واتِ ڪارو هئڻ . | منگهڙو هئڻ . هي وات ڪارو آهي، ان کان ڊڄڻ گهرجي . |
| واتُ ڪرڻ . | ڏاڍيان ڳالهائڻ . تون ايڏو وات ڇا تي ٿو ڪرين، تنهن جو آهي ڇا ؟ |
| واتِ ڪرڻ . | ياد رکڻ، سمرڻ . اٺين سويرو جپ گوبند کي، امرت ٻاڻي ڪر وات . |
| وات ڪنو ڪرڻ . | گاريون ڏيڻ . جيڪي وڻيئي سو ٻڌو ڇڏ، اسان کي وات ڪنو ڪرڻو ڪونهي. |
| وات ڪوسو ڪرڻ . | چلهه چڪڻ . ٻيهر ته وات ڪوسو ڪري پوءِ ڳڻ جي ٿا هلون. |
| وات ڪلڻ . | ڳالهائڻ . ٻه ٻه ڪري جو وات ڪليو اٿس ته هاڻي جهل جو نه آهي . |
| وات کي هٿ ڏيڻ . | نه ڳالهائڻ، ساڪت ڪرڻ. اسان ته هاڻي ڪٺي وات کي هٿ ڏنو آهي، ويتا |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
|---|---|
| | ڏسون ته ڇا ٿو ٿئي. |
| + وات ڳاڙهو ٿيڻ. | ننديو ٿيڻ. تون اهان وات ڳاڙهو آهين، توتي پت ڪانهي. |
| وات ۾ ڪاهه ڪرڻ. | بيزاري ڪرڻ. گهڻي ۾ ڪيترو، وات ۾ ڪاهه، پيرين پوندس آخوند ماءِ. |
| + وات ۾ منگر وجهڻ. | نه ڳالهائڻ. آيو آهين ڀنڀڇات ۾؟ وات ۾ منگر وجهي ويٺو آهين سو ڇو؟ |
| وات وجهڻ. | ڇڪ پائڻ، سوال ڪرڻ. چڙيل ڳالهائڻ. اُن جت ڪي وات وڌو. ڪيرٿو ٿوري ڳالهه واسطي وات وجهي. سڀڪنهن ڪي وات جو وجهندو وتين. |
| وات وڪيل ٿيڻ. | پنهنجي سر ڳالهائڻ جهڙو ٿيڻ. دوڙ هاڻي وات وڪيل آهي، تنهن کي ڪير موڙيندو. |
| وات پيچڻ. | ڳو لا ڪرڻ، جاچڻ. جنهن جي ٻنڌ نه وڃجي، تنهن جي وات ۾ نه ٻڪجي. |
| وات نهارڻ. | اوسيڙو ڪرڻ. ڪيڏي مهل لاڪر مان ويٺو وات نهاريان، ته ڪڏهن اچي. |
| وات نه وارڻ. | انڪار ڪرڻ. جوڪر اسڪول ۾ وڃڻ جي وات ئي نٿو واري. |
| وات وڌڻ. | پيروي ڪرڻ. هن ۾ ساڳي ٻيءَ واري |

| اصطلاح | ارٿ يا معني ۽ ڪم ڪيڻ آڻجي |
| --- | --- |
| | وات ورقي آهي. |
| واڄٽ يا وارو وڄائڻ. | حڪم هلائڻ، ڏاڪو وڄهڻ. انهيءَ مختيارڪار اسان جي تعلقي ۾ خوب واڄٽ يا وارا وڄايا. |
| وار جو ونگو نه هئڻ. | ذرو تفاوت به نه هئڻ. هو جهڪي جوءِ ٿو، انهيءَ ۾ وار جو ونگو به ڪونهي. |
| وار جو ٻالو نه ڳنهڻ. | ڪجهه به نه ڇوڙڻ. تون بيشڪ هليو اچ، تنهنجي وار جو به ٻالو نه ڳنهندو. |
| وار وڇائڻ. | ڏيءَ جو سڱ ڏيڻ يا ماڻٽي ڪرڻ. جتي وار وڇايا، تن سان ڪو به مڱيو. |
| وار وڄهڻ. | پنهنجو حق اڳ ۾ ڏيکارڻ. سڀ ڪنهن شيءِ تي پهريائين پنهنجي وار وڄهين. |
| وار ونگو نه ٿيڻ. | ذرو به جوکو نه ٿيڻ. تنهنجو شل، وار به ونگو نه ٿيندو. |
| وارو ورڻ. | ڇڱو ڀاڱو ٿيڻ، لاڀڪاري ٿيڻ. من منهنجو به وارو وري. |
| واريءَ جو ڪوٽ اڏڻ. | بيفائدي ڳالهه بابت جتن ڪرڻ. (شاهه ٻان) واريءَ سند و ڪوٽ اڏي اڏيندين ڪيترو. |
| واريءَ جي مٺ هئڻ. | ڪهڙو جٽاءُ نه ڪرڻ. اسان جو ڏندو آهي واريءَ جي مٺ، ان تي ڪهڙو |

| ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي. | اصطلاح |
|---|---|
| ڏروسو آهي. | |
| داڻهن مهانگو ٿيڻ. ڇور ڳهڙيا، ته سڀئي گهر ۾ وِڪو وِڪاڻ تي پهتي. | وِڪو وِڪاڻ پوڻ يا ٿيڻ. |
| اختياري پنهنجي وس رکڻ. راڄا جڏهن ساماڻو، تڏهن سموري واڳ پنهنجي هٿ ۾ رکيائين. | واڳ هٿ ۾ رکڻ يا وٺڻ. |
| بندش هيٺ هئڻ، زبردست ماڻهوءَ جي هٿ هيٺ هئڻ. آفيس ۾ آهيون واڳهوءَ جي وات ۾، مجال آهي جو ڪو ڳالهائي سگهي. | واڳهوءَ جي وات ۾ هئڻ. |
| پوءِ تي موٽائڻ. حال ته وڃون ٿا ايڏاهين، جڏهين دولا واڳون واريون تڏهين اچي ڳڏبا سين. | واڳون وارڻ. |
| وڏي ڪم ۾ نڪرڻ. يا ته واهه ۾ ٿيبي وڃين، يا ته اڪ تي بيهي وڃين. | واهه ٿيڻ. |
| آڌار يا وسيلو ٿيڻ. بيٺ ته ڳوان ارين جي ۾ ڪا واهه پٽيندو. | واهه پٽڻ. |
| هلندڙ خبر وٺڻ. ... آهين شهر ڏي، واهه سڦا لهجانءِ. | واهه سڦا لهڻ |
| سڀ پڇاڙ هلت ڪرڻ. جهڙو لڳي، واءُ ڏسي ڪي ٿوري ڏسي پٺ. وقت | واءُ کي پٺ ڏيڻ يا وقت کي |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
|---|---|
| سلام ڪرڻ . | ڪي سلام نٿو ڪجي، ته زماني جا ڪم نٿا هلن . |
| واءُ لڳڻ . | ريس ٿيڻ، پِر ڪرڻ . هرڪنهن کي ته سنڌ جو واءُ لڳو آهي، جو هت واڪي عاملڪي پوشاڪ پيا پهرين . |
| واڪڙ ڪرڻ . | ڳالهه پڌري ٿيڻ . واءِ نڪري ويو، ڌاڳي جا ٿيندو . |
| واءُ وِرڻ . | عام ٿيڻ . سڄي ڪنگهه جو هر زالن ۾ جوڙاري واءِ وري ويو آهي . |
| وِتون وِڃڻ . | چڙهي ڪان ٻاهر ٿيڻ . توو انگريزي شل وتون ڪون وڃي . |
| وَتُ ڪرڻ . | پٿر سان پيشاب سڪائڻ . نمازي مسلمان گهڻو ڪري وت ڪندا آهن . |
| وَتَ ڪرڻ . | زمين جي پيدا ٿيل ٿازي ڪاڏي جهڙي شيءِ ممڪن پهرئين پيري ڪائڻ . ميها نڪتا آهن، ته انسان ته اجان وت ئي ڪان ڪئي آهي . |
| وَتِ وارڻ ڪرڻ . | مدد ڪرڻ، ٽيڪو ڏيڻ . هن جي ڳالهه کي ڪنهن به هيمير وت وارڻ نه ڪئي، تڏهن چڙي ڏنائين . |
| وِت وڃڻ . | وڃڻو ٿيڻ، ٻاڏائڻ . وڃين وت |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيڻ آڻڻجي |
|---|---|
| | ماڻهن کي اهڙي ڳالهه جي خبر پوندي ته وچ ڪيڏي ڇڏيندا. |
| وچ وڃڻ. | آبرو وڃڻ. سچ چوڻ ۾ سدائين وچ وڃڻو آهي. |
| وچ يا وت هئڻ. | طاقت هئڻ، سگهه هئڻ. تنهنجو وچ ڇا آهي جو تون سمجهندين. |
| وچين آگر هئڻ. | لچو هئڻ. سنياالچ، اهو ته وچين آگر اٿئي. |
| وڏ لهرائڻ. | اشڌ گهڙيءَ ۾ مرتيو ٿيڻ ڪري پنهنجي پينهندڙ کي ڪنهن اساڌارڻ ڪريا جو ڪرائڻ. هندو ماڻهو ڌارا تيرٿ تي وڏ لهرائيندا آهن. |
| وڏا ڀير ڪرڻ. | قسمت ساڻ اچڻ، مهرباني ڪري اچڻ. اڄ ته توهان وڏا ڀير ڪيا آهن، اهو ٿورو ڪٿي لاهبو. |
| وڏائي يا ٿانءِ ۾ ڇڄڻ يا ڀرجڻ. | ڏس وٽ جو نه هئڻ. |
| وڏو سڏ ٿيڻ. | بانگ جو آواز ٻڌڻ ۾ اچڻ. وڏو سڏ ٿيو ته نمازي نماز پڙهڻ ايندا مسيت ڏي. |
| وڏو ڪرڻ. | ڏسو گل ڪرڻ. |
| وڏيون اکيون الڪي هئڻ. | منش جي جاڳڻ کان ڳالهه مٿي هئڻ. بيمار جڙهي يا مري ڪٿي جنهنجي، |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
| --- | --- |
| | وڏيون اکيون الڪ ڪري آهن. |
| وڌ وجهڻ. | وڌيڪ چڙ ڏيارڻ. جيئن وڌ ۾ ڏاڍا وڌس، پر ڪجهائين ڪين. |
| وڏيءَ آگرتي نه متڻ. | نه ڊيا تي مدد نه ڪرڻ. هو آهي جو وڏيءَ آگرتي نه متي، سو تو اهڙا ڪم ڪري. |
| ورتي رسو پيچڻ | پنهنجي مطلب تي ڳالهائڻ يا پڇس ڪرڻ. ڏس! تون ۾ ورتي تو رسو پچين. |
| ور چڙهڻ يا ور ۾ اچڻ. | وجهه هيٺ اچڻ. ور چڙهيم، ته ور لاهيندو سانءَ. |
| ور ڏيڻ. | آسيس ڪرڻ، چڱي پرمان ٿيڻ. ديوتا ور ڏنس، ته سگهوئي تون سلڇڻو ور ڪندين. |
| ور ڪرڻ. | شادي ڪرڻ، گهوٽ ڪرڻ. ڏسو مٿيون جملو. |
| ور ڪرڻ. | ڦيرو ڪري اچڻ. مٺون جي نوسان ايتري دل آهي، جو ور ڪري ته تو وٽ اچان. |
| ور ڪٽڻ. | ڇيلهه تي پڌل ڪپڙو مٿي ڪنجڻ. سٿڻ جو ور جو ڪنيون انڌي. لنڊي تي پهتي آهي. |

| اصطلاح | اُن جي معني يا ڪم ڪيئن آڻجي |
|---|---|
| وَرلاهڻ. | سنڌون ڪرڻ. ڏسو ور چڙهڻ. |
| ورق ورائڻ. | ڪتاب پڙهڻ. (مذهبي) پاڻ ڏوهه چڙهن جڏهن ورق ورائن وترا (شاهه ماني) |
| ورق وِپڙهڻ يا وسارڻ. | (مذهبي) ڪتاب پڙهڻ کان بس ڪرڻ. اکر پڙهه الف جو ٻيا ورق سڀ وسار. |
| وِرهين کي ياد ڪرڻ. | نروسرڻ. ڏک اهڙو لڳو اٿس، جو ورهين کي ياد ڪندو. |
| * وري اچڻ. | مرڻ. هن جو ڏوڪر ڪالهه وري آيو. |
| وڙهي ڏانگو ٿيڻ. | ڏاڍو جهيڙو ڪرڻ. ڏائيوار پاڻ ۾ وڙهي ڏانگو ٿيا آهن. |
| وس واهندو ٿيڻ | منجهڻ وڃڻ. دلجاءِ ڪر، ڪو وس واهندو ٿيو ته ٻيءَ ڪير ڪوڙ. |
| وصال ڪرڻ. | مرڻ، فوت ٿيڻ. هن ڪالهه رات وصال ڪيو. |
| وڪيلن مار نه هڻڻ. | وِچوارن جو ڳالهو نه ڳنهڻ. مون سان جو تو وڙهين، وڪيلن ته مار ڪانهي. |
| وڪر پوڻ. | ڀلائي ڪرڻ، مدد ڪرڻ. ڪنهن سان وڪر پوندي، ته هو ٻه ويل نه وڃائيندو. |
| وڪر ٿي پوڻ يا ملڻ. | اوچتو پورو جوڙ ٿيڻ. ڳولهيو ته ڪين هوائين، پر مان ٻه وڪر ٿي هٿ آيو ماڻس. |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
|---|---|
| ول ساڙڻ. | گهڻو ڏک ڏيڻ. جا ڪرپان، مون تہ ول ۾ ساڙي ڇڏيا آهن. |
| وڻ ڪهاڙو نہ هڻڻ. | اُچائي ڪڍڻ. جي انهيءَ کي مختيارڪاري ملي، تہ وڻ ڪهاڙو نہ هڻندو. |
| وڻ وڻ جي ڪاٺي گڏ ٿيڻ. | گهڻن قومن جا ماڻهو هڪ هنڌ هئڻ. ڪراچي ۾ جو پوليس وڌڻ واسطي ڀرتي ٿيو هو، تنهن ۾ وڻ وڻ جي ڪاٺي اچي گڏ ٿي هوئي. |
| وڻ وڻ کي ڳئي ڏيکارڻ. | گهڻن سان ڏيتي ليتي ڪرڻ. مهڙ رکيجي هڪڙي سان، پر وڻ وڻ کي ڳئي جا ڏيکاري. |
| وڻ وڄائڻ. | ناس ڪرڻ. برسات پيئي تنهن تہ ڍاڪہ جا وڻ ئي وڄائي ڇڏيا. |
| وڻ وڍائڻ. | لپٽ پاڙ پٽڻ. تون طمع کي ترڪ ڏي، ڇو طمع جا وڻ وڍاءِ. |
| وهاڻو ڏيڻ. | بي پرواهہ ٿيڻ. چور ڀيا راڳا ڪن، پوليس وهاڻو ڏيئي ويٺي آهي. |
| وِهائي ڪم پڇڻ. | ٿيل ڪم واسطي ڄاڃ ڪرڻ لڳائي ڏسڻ ۾ اچڻ. مائٽي جيڪا ئي سا هاڻي جڳي، وهائي اڳ ڪونہ پڇبو. |
| وهائيءَ جو ڪلائڻ. | ڇوڻو ڪُلهائڻ. جهڙي جا ٿو، وهائي تي |

| اصطلاح | ارٿ يا معني ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
| --- | --- |
| | ڪلا ٿيس. |
| وهٽ ڏس راڪو هڻڻ. | وهٽ جو راڪو هڻڻ. مي وهٽ تہ ڏس راڪو آهي، ڪٿان ورتئي. |
| وهڻ وڃڻ. | پٽ تي شامل ٿيڻ. سگهو ڪر، مون کي هٿ وهڻ وڃڻو آهي. |
| وهو ڪيڻ. | ڪم وٺڻ. هٿ تي وهاري وهو ڪيئيس. |
| وهول ڳائڻ. | نڪمو ٿي وهڻ. تو ڪان ڪو اهو ڪم ٿئي، ماٺي وڃي وهول ڳاءِ. |
| ويو ڪيلڻ. | جن ڀيل وانگر ڪيل ڪرڻ. هن استاد تي ڏاڙون ڏارون ۽ رات ويو ڪيليندا يون آهن. |
| ويڙهو گهٽو هڻڻ. | جهيڙا ڪار ٿيڻ. اهو آهي ويڙهو گهٽو، تنهن سان ڪير ٿو ڳالهائي. |
| ويڙهو ويڪرو هڻڻ | آزاد ڪي ماڻڻ، جهل پل وارو نہ هڻڻ. دلجاءِ ڪر، اسان وٽ ايندا سون تہ هوءِ ويڙهو ويڪرو ٿيندو. |
| ويسا وڃائڻ. | ڪيال ٻو رهڻي جو قل وڃائڻ. ڪم ڪري ڪري، اجهي ٻهاڙي ۽ ٿو ويسا وڃائين. |
| ويسه وڃائڻ. | پت ڪو هڻڻ. اسان جي رهڻي آئي، تو اهڙين ٿي ٻهڻنجا ويسه وڃايا. |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
| --- | --- |
| وڃڻ اُڌارڻ . | پنهنجو مطلب ڪڍڻ . توکي مٿو نمائي وڃو اُڌاريو، اسين ٻه ٻيا گهڻن ڏسندا سون . |
| وڏل نه وڃائڻ . | وڃڻ تي مدد ڪرڻ . ڏسو وڪيل ٻرڻ . |
| وٺڻ وجهڻ يا آڇڻ . | مهٽا ڏيڻ . عمر آڇ ۾ اهڙا وٺڻ وڏا ماڻ ڪي (ماروي ماڻ) |
| وِيهن ننهن جو زور ڏيڻ . | سڀ وس ھلائڻ، حيلا ڪرڻ . انهي جهندي اڳاڙڻ لاءِ ويهن ننهن جا زور ماڻ ٻه لائيندس، پوءِ ڏسجي ته ڪيترو ٿو ٿئي . |
| ويهو ن هڻڻ . | ڇيهه ڪرڻ ، حد ڪرڻ . ماڻهو موڙ ٻه گهٽا ڏنا ، پر تو سان ته ويهون آهن . |
| ويهي وڃڻ . | ڪم ڪرڻ کان رهت ٿيڻ ، پار جهلڻ کان بس ڪرڻ . خير، تنهن جو ٻه حال ڪونهي، ماڻهي ويهي وئين . هوءِ زالا دوا ڪرڻ کانپوءِ ويهي ويٺي . |
| ويءَ پڪل هڻڻ . | ڪاڏي لاءِ سيڪي ملي سگهڻ. گاڏي تي ٻه روڻي جو ڪهڙو خيال آهي استيشن استيشن تي ويءَ پڪا پيا آهن، جيڪي وٺيٺي سو کاءُ . |
| وي راه هجڻ. | مفت يا ڦوڪٽ ملڻ. جتي ڪٿي پورهئي ساڻ ٿو ملي، اُتي ٻه ويءَ ڪونه |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
| --- | --- |
| | ٿو ورائجي جو ڪٿي ايندو ٻن. |

## ه

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
| --- | --- |
| هاءِ نه ڏوءِ ڇڏڻ. | همت و ڏائي نه ڇڏڻ، سانت هئڻ. ٻائو ڏاڍو سانتيڪو آهي، هاءِ نه ڏوءِ انس. گهر ڪان ٻاهر دري ٻر هٿ جگو، جتي هاءِ نه ڏوءِ. |
| هام ڀرڻ | مدد ڪرڻ، ڏاڍو ڪرڻ. تون هام ڀرين، ته مان جيڪر ٻه پٽيون پڙهايانس. |
| هان هون ڪرڻ. | ٽالا ڪرڻ. تون وڃي ڇڏيس، جي هان هون ڪري، ته مان ڪري ملندو اچج. |
| هائوءَ جي وات ۾ ڏيڻ. | هر ويلي چپ ميٺ رهڻ. مان آهيان هائوءَ جي وات ۾، سو گهر مان ڪٿي نڪري سگهان. |
| هٿ اٽڪائڻ. | وڙهڻ. ڪنهن جوان سان هٿ اٽڪائيندو ته خبر پوندئي. |
| هٿ اچڻ يا لڳڻ. | ملڻ. مون کي اها شيءِ هٿ آئي، ته چاڙهه تو وٽ رکي آهي. |
| هٿ يا مٺ ڀيڙڻ. | خرچ نه ڪرڻ، ڪنجوس هئڻ. ڏڪار ۾ هٿ ڀيڙڻ، چڱي ماڻهوءَ جو ورڻ نه آهي. |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
| --- | --- |
| هٿ ٽريل هئڻ. | ٽور جي اٽڪل پوري ڪري سگهڻ. اٽو ٽوري ڪهڙو پچايان، منهن جا هٿ ٽريا پيا آهن. |
| هٿ تنگ هئڻ. | پئسي جي سوڙهه هئڻ. هينئر منهن جو هٿ تنگ آهي، تڏهين ٿو جاءِ ٽڪر وڪڻان. |
| هٿ ٽنگڻ. | پنڻ. هو ته لاچار هين اڳيان هٿ ٽنگڻو پوندو. |
| هٿ ڏارڻ. | کٽو ڪرڻ. هن هر ڪم ۾ خوب هٿ ٺاريا آهن. |
| هٿ پهچڻ يا پهچرڻ | مدد ڪرڻ لاءِ وجهه ملڻ. منهن جو هٿ پهچي سگهيو ته مان ڪين گهٽائيندس. |
| هٿ پير ٺرڻ. | عجب ۾ پوڻ، بيهوش ٿيڻ. اها ڳالهه ٻڌي منهن جا ته هٿ پير ٺري ويا. هن کي وائي ٿي آهي، هٿ پير ٺري ويا اٿس. |
| هٿ پير هيو ڪرڻ. | پورهئي ڪرڻ جي طاقت هئڻ. جيستائين منهنجا هٿ پير جيو ڪندا، تيستائين ڪنهن جي محتاجي ڪين ڪندس. |
| هٿ پير لڳڻ. | وجهه ملڻ. منهن جو ته ڪو هٿ پير |

| اصطلاح | ارٿ يا معني ۽ ڪم ڪيڻ آڻڻ جي |
|---|---|
| | لڳو ته گهڻا ڏهاڙا سُکين. |
| هٿ پير لهڻ. | زال جو ويم ڪرڻ. هن رات هٿ پير لڌا اٿن. |
| هٿ پير نه ڳسڻ. | مرض يا ڇيهو نه پوڻ. اهو ڪم ڪئي ته هٿ پير ڪو نه ڳسندءِ. |
| هٿ پير هلائڻ. | پورهيو ڪري ڪمائڻ. هٿ پير نه هلائيندين، ته گهر ويٺي ڪو ن آڻي ڏيندو. |
| هٿ پرشادي ڏيڻ. | ٿورو هٿ ۾ ڪائڻ واسطي ڏيڻ. ساڌ ٻيلي ۾ سڀني کي هٿ پرشادي ڏيندا آهن. |
| هٿ ڦاڙ هڻڻ. | اجايو خرچ ڪرڻ. هٿ ڦاڙ ماڻهو سگهوئي کُٽو آهي. |
| هٿ ڦيرڻ. | مهرباني ڪرڻ يا ڀلائي ڏيکارڻ. ٻار کي رڳو مار ڪون سنواريندي، پر هٿ به ڦيرڻ گهرجي. |
| هٿ جس هڻڻ. | ڪيل ڪم جو مان هڻڻ. ماڻهو جو هٿ جس ڪو نهي، چڱائي ڪري ته به برائي پٺي ليکجي. |
| هٿ جوڙ يا نمشڪار يا رام رام يا سلام | شامل نه ٿيڻ، نه وڙهڻ. پاڻهي پيدران هٿ جي خميسن پوڻ ۽ سونين ڪنگڻين کي پائڻ سدا روئا ڪونيو، ته اسان جي |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
|---|---|
| ڪرڻ . | ان کي هٿ جوڙ آهي . |
| هٿ جوڙڻ يا ٻڌڻ . | نماڻائي ڪرڻ ، آڻ مڃڻ . مان هٿ ٿو جوڙيان ، اهو ڪم اوس ڪج . |
| هٿ جهلڻ . | بس ڪرڻ . اڌار کان مون هاڻي هٿ جهليو آهي . |
| هٿ ڇنڊڻ . | ڪاڻ لاءِ گهٽي سڪ ڏيکارڻ . ٻنهي ڄڻن جو ٻوڙ اهڙو ته نهيو ، جو هٿ پٽي ڇنڊيائون . |
| هٿ ڇيو نه ڪرڻ . | پئسي جو ڀال ڍڪڻ . ڇا ڪريان ، هٿ تنگ جيو ڪري ، تڏهين تنگو ڪاليج ۾ پڙهيائينس . |
| هٿ چوهي ڪرڻ يا هٿ چراند ڪرڻ . | چوري ڪرڻ ، پر استريءَ جي آبروءِ ۾ خلل وجهڻ . هن کي هٿ چوهي ڪرڻ يا هٿ چراند ڪرڻ جي عادت آهي سو نيٺ جهلبو . هن هن جي زال سان هٿ چوهي يا هٿ چراند ڪئي . |
| هٿ ڌوئڻ . | نراس ٿيڻ ، اميد لاهڻ . چور سان ته ان هٿ ڌوئي ، پوءِ ته چورٽي ني ملي ٿو . |
| هٿ ڌوئي لڳڻ . | سخني وڃڻ . تو وٽان ته جاءِ کي هٿ ڌوئي لڳا آهيو ، سو جانٺ ته نهي . |
| هٿ ڌوئي وهڻ . | نه ليکڻ ، ڪين ڪجهڙو سمجهڻ . نوان جوان ڌرم جي ڳالهه کان هٿ ڌوئي |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪمر ڪيئن آڻجي |
| --- | --- |
| | ويندا آهن. |
| هٿ ڏيڻ يا هٿي ڏيڻ. | سهائتا ڪرڻ، لاڳو ڏيڻ. هيٺين ڪي هٿ ڏيڻ يا هٿي ڏيڻ ٻه ڪ پلماٽ هپائي يا پلماٽسائي جو انگ آهي. هن ناڻي کي پنج روپيا هٿ ڏنو. |
| هٿي اچڻ. | مدد ملڻ. جيڪر ڏهه روپيا جو ڪر مهيني سر ڏئي، ته ٻه گهٽي هٿي اچي وڃي. |
| هٿ ڏي نهارڻ. | آسرو رکڻ. پنهنجي پارجي، ٻئي جي هٿ ڏي ڪيترو نهاريو. |
| هٿ ڊگها هڻڻ. | پيچ هڻڻ، سمر ٿي هڻڻ. ڏسو پانهون ڊگهيون هڻڻ. |
| هٿ رکڻ. | سنڀالڻ، پنهنجو ڪرڻ. هو وت ته پنهنجو آهي، جي اُن تي هٿ رکندين ته ٺهي پوندو. پاڳتي اچي انهيءَ اُن تي هٿ رکيو آهي. |
| هٿ سنڌون ڪرڻ. | دان ڪرڻ. ماڻهي ته ڪٺي ٻهاڙيءَ ته هٿ سنڌون ڪر. |
| هٿ يا هڙ ڪوسي ڪرڻ. | ڏسو ڳنڍ ڪوسي ڪرڻ. |
| هٿ ڪيڻ. | لاڳاپو لاهڻ. اسان انهيءَ ڪم تان ماڻهي هٿ ڪيو آهي. |
| هٿ ڪرڻ. | حاصل ڪرڻ، ملڻ. ڦاڙهي جي |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي. |
|---|---|
| | ڪل هٿ ڪريان، ته ڀوءِ ٻو ڪليندو سانءِ |
| هٿ ڪرڻ تي هڙڻ. | پڙڻ. هٿ ڪرڻ تي جو تو هٺين، جيڪي ٿيڻو هو سو ٿيو. |
| هٿ ڪڇي يا وِڇي ڏيڻ. | لڪي ڏيڻ، اختياري ڇڏڻ. اهڙو ته ڪڇو ماڻهو ڪين آهيان، جو هٿ ڪڇي ڏيندس. |
| هٿ ڪس هڻڻ. | ڦرڻ. ميلي ۾ رڳو هٿ ڪس آهي جڳهه مڙسي ڪانهي. |
| هٿ کولڻ. | دان ڏيڻ، سخاوت ڪرڻ. ڏڪار ۾ هٿ کولڻ گهرجي، نه ٻيڙڻ. |
| هٿ ڪڍڻ. | واسطو ڇڏڻ، اشارو ڪرڻ. هون نيڪيءَ تان هٿ ڪنيون، اڳتي پاڻ جاڻ. ڪيڏي ٿيو ڪوهيار ڪيڏي تو هٿ ڪڍي. |
| هٿ ڳنڍڻ. | وڙهڻ، جهيڙو ڪرڻ، مشغول ٿيڻ، رڌڻ. انهيءَ سان هٿ ڳنڍي ڏس، ته ڏينهن جا تارا ڏيکاريئي. هٿ ڳنڍڻ ڪانسواءِ پلا اهو ڪم ڪٿي پورو ٿيندو. |
| هٿ گس ڪرڻ. | اجايو پورهيو ڪرڻ. ڪيڙي ماڻ ۾ فائدو نڪري ويو آهي، هاڻي هٿ |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
| --- | --- |
| | گس ڪرڻي آهي. |
| هٿ لڳڻ. | ڇپيٽ اچڻ، ڇپڻ. منهنجو اڄان هٿ ڪونہ لڳو اٿئي، تڏهين ٿو مزا ڪرين. جهڙي جو هٿ لڳو اٿس ماڻهي ڪيڙو ٿو پڇائي. |
| هٿ منجهڻ. | گهرج ۾ پوڻ. هيلتائين تہ ڪڏهين نہ هٿ منجهيو آهي اڳتي ۾ ڏٺي تي ننگ آهي. |
| هٿ ۾ سرهو ٿيڻ. | مرد جي جيري يا حياتيءَ ۾ زال جو مرڻ. پتيءَ جي هٿ ۾ سرهي ٿيان تہ وڏ ڀاڳ ليکبس. |
| هٿ ۾ هئڻ. | وس يا اختياري هئڻ ۽ موجودات هئڻ. تون انهيءَ ماڻهوءَ جو الڪو نہ ڪر، اهو منهنجي هٿ ۾ آهي. حال تہ ٿي هزار هٿ ۾ آهن پوءِ ڏٺو ويندو. |
| هٿ نصيب ٿيڻ. | واهر ملڻ. ورتي ۾ هٿ تنهنجا نصيب ٿيس، نہ تہ الائي ڪٿي ڪٽجي اچليس ها. |
| هٿ وجهڻ. | ڪر لڳڻ، پر استريءَ جي آبروءَ ۾ خلل وجهڻ. ڪم ۾ ہ هٿ وجهبو تہ ٿيندو. هو اهڙو خراب آهي جو هلندي پيو زالن کي هٿ وجهي. |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
|---|---|
| هٿ هڻڻ . | ترڻ، صفائي ڪرڻ . هٿ هڻي ان کي وڃي ٻيو. جو تہ هن ٻاسڻ کي ڪڏهين هٿ بہ هڻيو اٿئي . |
| هٿ وٺي جهيڙو ڪرڻ . | سواءِ سبب جي وڙهڻ . ٻڌو ڪو نہ ٿي، تہ هٿ وٺي جهيڙا اهو ڪري ، |
| هٿ يا هٿڙا هڻڻ ، يا مهٽڻ ، يا ملڻ . | پڇتائڻ . وهاڻي ويندا، ٻوءِ گهڻا هٿڻدين هٿڙا يا ٻوءِ هٿڻدين هٿ جڏهن آيو ڪال ، ڪرپال جوءِ . |
| هٿ کي هٿ نہ ڏسڻ . | تمام انڌيري هئڻ . اهڙو تہ طوفان لڳو جو هٿ نہ ڏسي هٿ کي . |
| هٿ هيٺان هئڻ . | پئسو جام خرچڻ. هٿ جنهين جو هيٺان، ٻهريون پٽڻ سي لنگهين . |
| هٿان پوڻ . | ڏوهہ ڪرڻ . هٿان ڪان پيئي اٿم ، جو معافي وٺانءِ . |
| هٿڙي هڻڻ . | گهٽ تورڻ . گهہ سنڀالي تورائيج ، اهو هٿڙي هڻندو اٿئي . |
| هٿن تي پرتا ڪرڻ | اٿي جو اٿي ڪري ڏيکارڻ . جنهين تہ ڳالهہ ڪري وڃان ، نہ تہ هٿن تي پرتا ڪري ڏيکاريانءِ . |
| هٿن جو چاول هئڻ . | ننڍي و عمرہ هئڻ . ڏس تہ هٿن جو چاول ، سو بہ ڳالهائي ڪئين ٿو. |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيڻ آڻجي |
|---|---|
| هٿن جي صفائي ڪرڻ | وڙهي يا بحث ڪري نبيرو ڪرڻ. هن سارڻ جيسين هٿن جي صفائي نه ڪئي، تيسين نه سمجهندو. |
| هٿن جا ليکا ڏاهڻ. | ويجهي عزيزي ڇڇڻ، اصل نسل گم ٿيڻ. مان سمجهانٿا نس، هاڻي ڪاردار ٿيو ته پڻ ڪونهي، هٿن جا ليکا ڪي ڏهڻ جا آهن ڇا؟ |
| هٿن مان وهڻ يا وڃڻ. | ڏکڙو لنگهڻ. سج به هٿن مان ٿو وڃي. |
| هٿن ۾ جيڪي هو سو ڪري پوڻ. | عجب ۾ پوڻ. اها ڳالهه ٻڌي هٿن ۾ جيڪي هوم سو ڪري پيو. |
| هٿو راڙيون ڏيڻ. | اوندهه ۾ هٿن پير ڪنهن شيءِ جو ڳولا ڪرڻ. ڏيو ٻاري ڪٿي ڳول، هٿو راڙيون ڪيتريون ڏيندين. |
| هٿون ڏيئي دوزخ ۾ وائڻ. | ڀلائي ڪري دشمني پرائڻ. ڪيترو گهرائي ڏنو مانس، پڻسا هاڻي نه ٿو ڏئي، اٿلو هٿون ڏيئي دوزخ ۾ وائڻو ٿيو. |
| هٿيار پنوهار ڇوڙڻ. | بي همت ٿيڻ. اسان جي هلي ڪان ٿي، اسان هاڻي هٿيار پنوهار ڇوڙي ڇڏيا آهن. |
| هٿين پوڻ. | ڍڙهڻ لاءِ تيار رهڻ. آهي ته خير، توري گهڻي تي هٿين پيو پڻين. |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي. |
|---|---|
| ھٿين خالي ھڻڻ. | پئسو نه ھجڻ. ھٿين خالي ڪھڙو ڏنڊو ڪري سگھبو. |
| ھٿ ڏاڙ ٿيڻ. | ڊپ يا ٿڌئي کان ھٿ بند ٿي وڃڻ. پھرين پليگ ۾ ڪراچيءَ ۾ ھٿ ڏاڙ ٿي ويٺي ھوئي. |
| ھٿ ساراھڻ يا سرھڻ. | رات جو دڪان بند ڪرڻ. تون ھل ته مان ھٿ ساراھي ٿو اچان. |
| ھٿ ڪٽڻ. | دڪان بند ڪري ڇڏڻ. واڻيوار نه ٿيا، ھٿ ڪٽي ڇڏيائون. |
| ھٿئي ساروڻ ھوڪو ڏيڻ. | وت آھر ھلڻ. انھيءَ سان ته ڪالھ ھٺو ڪونھي، ھر ڪنھن کي ھٿيءَ ساروڻ ھوڪو ڏيڻ گھرجي. |
| ھٿون يا ھٿ کان ھيٺ نه لھڻ. | نه مڙڻ. ھن کي گھڻوئي سمجھايو سين، پر ھٿون ھيٺ نه لٿو. |
| ھڃا ھيرا ڏيڻ يا پائڻ. | گھڙيءَ گھڙيءَ ڏکيا ڏو راپا ڏيڻ. جيم ته ھون کان ٿي، پوءِ وري ھڃا ھيرا ڇا جا ٿو پائين. |
| ھڏ پوڻ. | بار ٿيڻ. خوشيءَ سان ته لکڻ ڪون ڏيندو، باقي ڪو ھڏ وجي پئبو ته اھا ڳالھه ٻي آھي. |
| ھڏ پڳل ھڻڻ. | پوري ھٿيءَ تي ھريل ھڻڻ. ھڏ پڳل ماڻھو، |

| ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي. | اصطلاح |
|---|---|
| ٻڪر ۾ موڙيندو. | |
| ڀڃسي جو نقصان ٿيڻ. مقدمون کٽيائين سو سڀهين، باقي هڏ جي مار ڏاڍي آئي اٿس. | هڏ جي مار اچڻ. |
| آلسي يا ڪانت ٿيڻ. هڏ رکي نوڪر ڪي ڪٿي به جاءِ نه ملي. | هڏ رکڻ. |
| ستائڻ. هن تپدار ته ماڻهن جا هڏ به پيڙي ڇڏيا آهن. | هڏ پيڙڻ يا پيهڻ. |
| ڪهل پوڻ، ديا اچڻ. ڪنهن تي به هڏ نٿو ڪرڪيس. | هڏ ڪرڪڻ |
| پورهيو ڪرڻ. هڏ گسائيندو ته ٽڪر ملندو، نه ته ڪير ٿو پڇي. | هڏ گسائڻ. |
| پٽيءَ ناس ٿيڻ. انهيءَ جون هڏيون به ويئيون، هاڻي ٽا گولا ڪن. | هڏيون وڃڻ. |
| گهٽي مار ڏيڻ. ياد رکو، نه ته ايندين وقت تي، ته هڏيون به نرم ڪري ڇڏيندوسانءِ. | هڏيون نرم ڪرڻ. |
| اچا ٿيڻ، دل ۾ سمجهڻ ته ائين ٿي ويو. مون ته اتي هوڪر هاريو سو هاريو، هٿي هنڌ پٽ جي مائٽي ڪان ڪنديس. | هوڪر هارڻ. |
| پورو تندرست هجڻ. هن جي ڳالهه | هوڻ جهٽڻ. |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
|---|---|
| | ٿي نہ سگهي، هو هاڻي وٽي ورڻ جهٽيندو. |
| هٿ هلاڪ پيسا پاڻيءَ ۾ هئڻ. | ڪمائي نہ هئڻ. جن جو ڪهڙو حال آهي، هٿ هلاڪ پيسا پاڻيءَ ۾. |
| هٿ پليءَ نہ هئڻ. | ڪجهہ بہ پراپتي نہ هئڻ. تون اها پڪ ڄاڻج، تہ انهيءَ مان مونکي هٿ پليءَ نہ آهي. |
| هٿون ۽ وٽون نہ گهٽائڻ. | ڪجهہ پاڻون مدد ڪرڻ ڪجهہ ٻئي کان مدد وٺي ڏيڻ. انهيءَ جنديءَ ۾ سيٺ سڄڻن کي هٿون ۽ وٽون گهٽائڻ نہ گهرجي. |
| هش تي خوش ٿيڻ. | ڪوڙيءَ ساراهہ تي راضي رهڻ. انهي کي هيٺ مٿي جي خبر ڪانهي رڳو هش تي خوش آهي. |
| هڪ اکر کلڻ ۽ ٻي اکر روئڻ. | خوشي يا رنج ساڻ قبول ڪرڻ ۽ ڏيڻ. ڏس تہ ڪيئن ٿو رهيا وڃن ۽ هڪ اکر کلندو ۽ ٻي اکر روئندو ۽ |
| هڪ ٿيڻ. | ٻہ ڄڻا، ٺاهہ ڪرڻ، ٻرادريءَ وارا هن جي وهانءُ تي هڪ ٿيا. |
| هڪ ڪن کان اچڻ ٻئي ڪن کان وڃڻ. | ٻڌي ڌيان نہ ڏيڻ، ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏڻ. اسان کي اهڙي ڳالهہ هڪ ڪن کان آئي تہ ٻئي کان وئي. |

| ارٿ يا معني ۽ ڪم ڪيئن آڻجي | اصطلاح |
|---|---|
| ڏيتي ليتيءَ ۾ ٻئو ڌرو رھڻ. انھيءَ ۾ جا آھي، ويھي حساب ڪر، ھڪ ڪلھي تان لھ ٻئي تي چڙھ. | ھڪ ڪلھي تان لھڻ ٻئي تي چڙھڻ. |
| صفائي يا ايڪائي ڪرڻ، ڦير گھير نه ڪرڻ. مون سان ھڪ ڳالھ ڪري وڃ، ته ايندين يا نه. | ھڪ ڳالھ ڪرڻ. |
| گھڻي پريت ھجڻ. مان انھن کي سڃاڻان، اھي ھڪڙن ٻڪ ڳٽيءَ ڪان ھنگن. | ھڪ ڳٽيءَ ڪان ھنگڻ. |
| ھڪڙي سان ھڪڙي ھلت ڪرڻ، ۽ ٻئي سان ٻي ڪرڻ. گھوڙي کي برابر آھن ھڪڙي کي سڄي اک ڪرڻ ۽ ٻئي کي ڪڻي اک ڪرڻ اسان جو وڙ نه آھي. | ھڪڙي کي سڄي اک ڪرڻ ۽ ٻئي کي ڪڻي اک ڪرڻ. |
| ڪم ٿيڻ، ڏند وچالو رھڻ. تنھن جي اھا ھلت ته پوءِ ھلت ڪڍڻ ھلندو. | ھلت ھلڻ. |
| ٽڪرو ۽ سولائيءَ سان ڪرڻ. جھٽو، اھو اھڙو ڪم آھي جو ھلندي ھلندي ڪري ڇڏجي. | ھلندي ھلندي ڪرڻ. |
| ٻل وارو ٿيڻ. اھڙي مھل ھمت سارڻ گھرجي نه ھارڻ. | ھمت سارڻ. |
| ڳيدي ٿيڻ. ڏسو مٿيون جملو. | ھمت ھارڻ. |

| اصطلاح | ارٿ يا معنيٰ ۽ ڪم ڪيئن آڻجي |
|---|---|
| هوا کائڻ يا چڙهڻ . | کليل ميدان يا ٻوٽي تي گهمڻ وڃڻ . سڄو ڏينهن ڪم ڪيو ٿئي ، ڪو وقت ته هوا کائڻ گهرجي . |
| هوبهو هڻڻ . | ساڳي يا جنسي ڳالهه هڻڻ . ڳالهه هوبهو ائين آهي ، جئن مان چوان ٿو . |
| هونديءَ تي هونگر ڏيڻ . | پڇنديءَ سارون هلڻ . هونديءَ تي هونگر ڏين ته ٻه ڄڻا ، پوءِ هوند ماڻهو ڪيئن ڪلهي . |
| هوند نه شڪر هڻڻ . | ڪجهه به فائدو نه ملڻ . ڳالهه اهڙي ٿو ڪرين ، جنهن مان هوند نه شڪر . |
| هونگريون ڏيڻ . | ڪلڻ لڳڻ . ڪي ٻار هميشه هونگريون ڏيندا آهن . |
| هٿو مٿو ترڻ . | سنڀجهو لنگهڻ ، ڦيريون ڦير رات جو گذرڻ . ٻل هٿو مٿو تري ته پوءِ هوا ٻنڌ تي هلنداسون . |
| هنيئڙن نه ماريءَ هڻڻ . | واسطو نه هڻڻ . مان نرڪڻون جي مهڻي ۾ نه ماريءَ ۾ ، پوءِ به الائي جو منهنجو دالو وڃڻو ٿيو آهي . |
| هيرو ڏيڻ . | ( ٻارڪي ) ، مڪڙ ڪرائڻ . ننڍن ٻارن کي صبح جو هيرو ڏيندا آهن . |
| هيڙهو هيڙهو ڪرڻ . | چيڙائڻ . جو ڪر اسڪول مان نڪرڻ |

# پلڌامون

| صفحو | سٽ | اڻڪمل آهي | ٺيڪ گهر |
|---|---|---|---|
| مهاڳ | ١٦ | ٻار | ٻار |
| ا | ا | ب | ب |
| ٢ | ٢ | اپائي ۾ | اپائي، |
| ١٢ | ٦ | دٽا | داٽا |
| ١٣ | ٦ | سوجهڙو | سوجهرو |
| ١٦ | ٩ | ڏويهون | ڏويهن |
| | ١٢ | گهڙجي | گهرجي |
| | ١٣ | چيرائڻ | چيڙائڻ |
| | ١٤ | ڏوهه | ڏوهه |
| ٢٧ | (اصطلاح) | ٻهر ڪل | ٻهر ڪل |
| ٣١ | ٥ (اصطلاح) | ٻاهريو | ٻاهريون |
| | ٣ | ڄ | جي |
| ٣٤ | ٦ (اصطلاح) | وسات | ٻوسات |
| ٣٥ | ١٩ | نقد | نقد |
| ٣٦ | ١ | روڪا | روڪار |
| ٣٩ | ٢٠ | وڇڙط | وڇڙڻ |
| ٤٩ | ١٨ | هرط تو | هٿڻ. تون |
| 〃 | ٢٠ | رهط | رهڻ |
| ٥٠ | ٩ | ڪرط | ڪرڻ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١٥ | ٢ | ڳگو | ڳگو |
| | ٣ | ڪد | ٻڪد |
| | ١١ | سيہ | سيڪي |
| ٥٦ | ١٧ | تور | توري |
| ٦٠ | ٨ (اصطلاح) | تووو | تورو |
| ٦٤ | ٤ " | تپي | لقي |
| ٦٨ | ١٢ | اڏ ڏند | اڏ ڏ نڏ |
| ٧٠ | ٢١ | پاٿ | پا ۽ |
| ٨٠ | ٢١ | تو | تون |
| ١١٣ | ١ | ويڪين | ويڪي |
| | ٤ (اصطلاح) | ڄن | ڄن |
| ١٢٢ | ١٥ | گڏ جين | گڏجين |
| ١٣٨ | ١٢ | ٻڇڙ | ٻڇڙ |
| ١٤٣ | ٦ | ايندي | ايندين |
| ١٤٥ | ١٤ | رلندي | رلندين |
| ١٤٧ | ٣ | . | ز |
| ١٥٠ | ٥ | ڏڪي | ڏڪي |
| ١٥٧ | ١٤ | سونو | جو سونو |
| ١٥٨ | ٢ (اصطلاح) | سو | سو |
| | ٣ " | نٿين | سڪٿين |
| | ١٦ | آءُ | آءُ |
| ١٧٢ | ٥ (اصطلاح) | جي | ڪڇي |
| ١٧٤ | ٤ " | ڪڪر | ڪڪر |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | ۵ ،، | ڪڪر | دڪڙ |
| | ۶ ،، | بيٺي | بيهڻ |
| ۱۸۵ | ۱۹ | ڏيس | ڊئيس |
| ۱۸۶ | ۱۶ (اصطلاح) | ليٽ | هيٺ |
| | | مڪڙ | لڪڙ |
| ۱۹۳ | ۴ | صاحب | صاحب |
| ۱۹۵ | ۴ | پاڻي | ڌاڻي |
| ۲۰۷ | ۹ | ٽيڙ گهڙا پيڙ | ٽيڙ گهڙا پيڙ |
| ۲۱۳ | ۹ (اصطلاح | سلام | سلام |
| ۲۱۵ | ۱۲ | وارط | وارڻ |
| | ۸ (اصطلاح) | لائٽ | لائڻ |
| | ۱۸ | اري | وري |
| ۲۱۶ | ۱۳ | لوڏن | لوڏن |
| ۲۲۳ | ۱۲ | ڏيئي | ڏيئي ڏي |
| ۲۳۰ | ۵ | موچري | موچڙي |
| ۲۴۸ | ۱۴ | قاري | قاڙي |
| ۲۵۳ | ۶ | طيرط | ٽيڙ |
| ۲۵۸ | ۸ (اصطلاح) | گهه | اگهه |
| ۲۶۰ | ۸ (اصطلاح) | وي زارمڻ | وڃ ڌورا مڃڻ |
| ۲۶۳ | ۲۰ | پوڙ | پهرڻ |
| ۲۷۲ | ۸ (اصطلاح) | هوء | هڪ |
| ۲۷۳ | ۱۹ | آبدا | آبدا |
| ۲۷۴ | ۷ (اصطلاح) | لهـ ط | لهڻ |
| ۲۷۷ | ۷ ،، | پڙ | پر |



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ کيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محله، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

<u>اڻ ڇپيل ڪتاب</u>

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

